# اڪبر بيربل جا چرچا

قيمت ....٢ | پروپرائيٽر | حق واسطا قائم

توفيق احمد

اداره مولوي محمد عظيم
ڪتب خانه شڪارپور

ملڻ جو هنڌ مڪتبه عزيزيه سومرا
کهڙا وايه گمبٽ

ڪتابت عبداللطيف پيتو

## لطيفو

اڪبر بادشاهه بيربل کي چيو ته ڪتابن ۾ ڪاغذن جي مٿي ۾ جو سري رام جو نالو وجهندا آهن تنهن جي بدران اڳتي منهنجي نالي لکڻ جو حڪم ڏيو. هڪڙي ڏينهن بيربل پاڻيءَ جو پيالو ڀري بادشاهه جو نالو ڪاغذ تي لکي ڪٽي پيالي ۾ وڌائين ته ٻڏي ويو ور ي ڪڍي وڌائين ته وري به ٻڏي ويو. بادشاهه پڇيو ته هي ڇا ٿو ڪرين؟ بيربل چيو ته حضور اڳين زماني ۾ سري رامچندر جي نالي سان پٿر به ترندا هوا تنهنڪري ان جو نالو ڪاغذ جي مٿان لکندا آهن هاڻي مون آزمائي ڏٺو ته بادشاهه جي نالي سان ڪاغذ تري بيهي ٿو يا نه. جي تريو ته پوءِ اڳي بادشاهه جي نالي لکڻ جو دستور جاري ڪجي پر ڪاغذ به نه ٿو تري. بادشاهه چيو ته چڱو ڀلا اڳتي اهو نالو لکندا ڪن

## لطيفو ٢

هڪڙي ڏينهن اڪبر بادشاهه کي هڪ ننڍو ڦوٽ سوغات جون ڪلن سان بند ڪرائي بيربل کي چيو ته هي ايران جي بادشاهه ڏي ڪٽائي وڃ. بيربل چيو چڱو پر حضور کي منهنجي وڃڻ ڪان گهٽوئي نقصان ٿيندو مهرباني فرمائي ملان صاحب کي موڪليو

بادشاهه ان جو عرض قبول ڪري ملان کي وڃڻ جو حڪم ڏنو انهيءَ وچ ۾ بيربل ڇا ڪيو جو صندوقن مان سڀ اسباب ڪڍي انجي عيوض مٽيءَ جا ڳوڙها ۽ حيض جا ڪپڙا مچا وجهي وري صندوقن کي انهيءَ ريت ڪلفن سان بند ڪري ڇڏيو هو. ۽ اهي صندوقون ميان صاحب جي حوالي ڪيون. پر ملان کي انهيءَ ڳالهه جي ڪا به خبر ڪا نه پئي هئي ۽ هڪدم ايران ڏانهن روانو ٿيو جڏهن اتي پهتو تڏهن بند ٿيل صندوقون شاهه ايران جي خدمت ۾ حاضر ڪيائين. بادشاهه ڏاڍو خوش ٿيو ۽ وچ دربار ۾ صندوقن جي کولڻ جو حڪم ڏنائين پر انهن مان خراب شيون ڏسڻ ۾ آيون تڏهن ڇيائين ڇا ٿو ڇوين ۽ ملان نماڻيءَ حالت ۾ عرض ڪيو ته بادشاهه ڇيو آهي ته اها خاڪ ڪربلا معلیٰ واري ۽ شهيدن جو خون مون وٽ آيو هو پر هندستان ۾ جو انهن بي بهاشين جو قدر ئي نه آهي تنهنڪري سوغاتن وانگر سائين جن ڏي خدمت ۾ موڪليون اٿم. اها ڳالهه ٻڌي بادشاهه ڏاڍو خوش ٿيو ۽ حڪم ڏنائين ته هيءُ هند جي سوغات سڀني شهر ۾ ورهائي ڏي جو سڀني شهر ۾ ماڻهن پاڻيءَ ۾ پسائي پئي پيتي ۽ ملان صاحب کي گهڻو انعام ڏنائين.




اڪبر بادشاهه اڪثر ڇمڙا پوش ڪري رات جو گهمندو هو

هن لاءِ ته منهنجي رعيت مان ڪنهن کي ڏک درد نه پهچي
هڪڙي رات ڏنائين ته هڪ سوداگر جي ڏيئي پنهنجي دروت
زار زار پيئي روئي. بادشاهه چيس ته مائي ماني تکر ڏي.
هوءَ انهيءَ دم اندر وئي ۽ فقيرجاٽي ماني تکر آڻي
ڏنائينس، پوءِ بادشاهه روئڻ جو سبب پڇيس هن جواب
ڏنو ته بارهن ورهه ٿيا آهن جو منهنجو مڙس مري ويو آهي ۽
اڄ تائين سندس خبر نه آهي ته ڪٿي آهي: ۽ اڳتي ويو ۽ ٻئي
هنڌ ڏسي ته هڪ عورت جنڊ پيهين وئي ۽ روئي به ويئي
ان ڪان به روئڻ جو سبب پڇيائين هن چيس ته منهنجو خاوند
چوري ڪرڻ ويو آهي تي ڏينهن گذري ويا آهن نه پيدا ڪو نه
ٿيو آهي خبر نه آهي ته جيئرو آهي يا مري ويو آهي. اما ڳالهه
ٻڌي بادشاهه اڳتي هليو ڏٺائين ته هڪڙي دريءَ مان منهن
ڪڍي نوجوان زال پيئي دانهون ڪري ان کان به روئڻ جو سبب
پڇيائين هن جواب ڏنس ته منهنجو مڙس ننڍو آهي تنهنڪري
ٿي روئان. بادشاهه اهو سير ڪري گهر ڏانهن موٽيو صبح
جو دربار ۾ بيربل کي چيائين ته اهي ٽي بلائون. بيربل ڪجهه
نه ڪين. وري بادشاهه پڇيس اهي ٽي بلائون. بيربل چيو ڏڏ
هوا. جهان پناهه، ايتري ۾ بادشاهه ڪاوڙجي ويو ۽ نيليون
پيليون اکيون ڪڍي چيس ته جواب جلد ڏي نه ته سوري تي چڙهو
منهن ڏسندين ته ڏس هن پنهنجي عقل کي ٻه وڙائي چيو ته:
ڪري سمنڊ جي نوڪري، چوريءَ سان رکي چاهه نيهن رکي نينگر

سان. اهي تنئي بلائون.

اها ورندي پڌي بادشاهه ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سرو پاءُ پهرايائينس.

## لطيفو ۴

هڪڙي ڏينهن دربار عام ۾ بيربل کان آواز سان هوا نڪري وئي انهيءَ تي بادشاهه ڪاوڙجي بيربل کي شهر نيڪالي جو حڪم ڏنو بيربل ٻه ڏينهن ٻاهر رهي هڪ ٻوٽي اهڙي قسم جي تيار ڪئي جنهن ۾ موتي لعل جڙيائين جنهن ڏني تي تنهن ڇيو ٿي ته برابر زمين جي ٻوٽي آهي اڪبر بادشاهه وٽ ڪٺي ويو بادشاهه ٻوٽي ڏسي گهڻو خوش ٿيو ۽ اڳيون رنج دل تان وساري ڇڏيو ۽ پڇيائينس ته هيءُ ٻوٽي ڪهڙي ولائت جي آهي بيربل عرض ڪيو ته سائين هيءَ ٻوٽي تمام پري کان آندي اٿم ۽ هن جو ٻج به مون وٽ آهي ۽ ارادو اٿم ته حضور جي ملڪ ۾ به اهڙيون ٻوٽيون پيدا ٿين. اها ڳالهه ٻڌي بادشاهه نهايت خوش ٿيو پر بيربل عرض ڪيو ته هيءَ ٻوٽي انهيءَ زمين ۾ لڳندي آهي جتي اڳي پوک ٿي هجي پوءِ لڳو لڳ سوءَ ورهيه اها زمين پوک کان غير آباد رهي هجي. بادشاهه انهيءَ قسم جي زمين جي گهڻي ڳولا ڪئي پر ڪٿان نشان نه مليس تڏهن بيربل عرض ڪيو ته آءٌ ٻڌندو آهيان ته جتي هاٿي شاهي

سرڪاري محلات آهي اتي اڳي پوک ٿيندي هئي ۽ بادشاهه کي ته خزاني جي ڪا پرواهه نه آهي ۽ پوکي جي پيداءش مان لکين لعل پيدا ٿيندا. جيڪڏهن سائين جن محلات ڪنهن پئي هنڌ ٺهرائين ته اها زمين هن پوکي جي لاءِ ڪمائي تي پوندي بادشاهه ته لالچ ۾ نڪ تائين تار ٿي ويو هو سو يڪدم محلات ڊهرائڻ جو حڪم ڏنائين. جڏهن زمين برابر صاف ٿي تڏهن بيربل کي چيائين ته هاڻي پنهنجو ٻج ڇٽ بيربل عرض ڪيو ته ٻج حاضر آهي پر هت سان اهو ڇٽيندو جنهن نٽ نه ڏنو هجي. بادشاهه چيس اهڙو ماڻهو ڪٿان ملي سگهندو؟ بيربل عرض ڪيو ته ڇو نه ملندو سائين جن شهر ۾ ڍنڍورو گهمائن ته جنهن شخص ڪان هوا نه ويئي هجي سو اچي حاضر ٿئي ته ان کي چڱو انعام ملندو تڏهن بيربل جي چوڻ موجب پنهنجي سڄي حڪومت ۾ ڍنڍوري جو حڪم ڪيائين پر اتان به اهڙو ماڻهو نه مليس.

پوءِ بيربل جي چوڻ تي بادشاهه پنهنجي اميرن وزيرن مان جاچنا ڪئي پر اتان سيني قبول ڪيو تڏهن بيربل خود بادشاهه کان پڇيو جيڪڏهن سائين جن نٽ نه ڏنو هجي ته رات جو حضور جن ئي ڪٽي ٻج ڇٽن پر بادشاهه به قبول ڪيو تڏهن بيربل چيو ته جي بي ادبي معاف هجي ته هڪڙو عرض ڪريان. بادشاهه چيس ته بيشڪ چؤ. بيربل چيو ته سائين جن پنهنجي محلات مان جاچنا ڪرڻ فرمائن ته من

ڪا بيگم صاحب رهيل هجي چوته ٻج رات جو چيٽيو ۽ ڏسندو ٻه ڪير ڪون فقط سڳڻ ڪر ٽوپوندو . ويچاري بادشاه پنهنجي محلات جي ٻه جا چنا وجي ڪئي پر انان ٻه پتو نه مليس تڏهن بيربل هٿ ادب جا ٻڌي عرض ڪيو ته سڄي شهر ۾ اهڙو ماڻهو ڪونه مليو جنهن هوا نه ڪڍي هجي تڏهن دعاگوءَ ڪهڙو قصور ڪيو هو جو بادشاه پنهنجي اميرن جي چئي لڳي هن فدويءَ کي شهر نيڪاليءَ جو حڪم ڏنو. بادشاه اها ڳالهه ٻڌي بيربل جي عقل تي انصاف ڪري هن کي انهيءَ گناه جي معافي ڏنائين .

## لطيفو ٥

هڪڙي ڏينهن اڪبر بادشاه پنهنجي هٿ سان زمين تي هڪ ليڪو ڪڍيو ۽ سڀني کي حڪم ڏنائين ته هن ليڪ کي ننڍو ڪريو پر هٿ سان ٻه نه ۽ نه ڪنهن ٻي شيءِ سان ڊاهيو تڏهن سڀ ماڻهو حيران ٿيا جڏهن بيربل جو وارو آيو تڏهن انهيءَ ليڪي جي پرسان ٻيو هڪ وڏو ليڪو ڪڍي بادشاه کي عرض ڪيائين ته هاڻي حضور ملاحظو فرمائي ته سائين جن وارو ننڍو ليڪو آهي بادشاه ۽ سڀني ماڻهن ڏاڍيون خوشيون ڪيون ۽ آفرين ڏنائونس

## لطيفو ٦

هڪڙي پيري بيربل زمين ۾ اکيون وجهو بادشاه جي حضور ۾ آيو بادشاه پڇيس ته زمين ۾ ڇا ٿو ڏسين؟ بيربل چيو ته منهنجو پيءُ زمين ۾ گم ٿي ويو آهي سو ٿو ڳولهيان. بادشاه چيو ته آءٌ توکي ڏيکاريان هن چيو ته پوءِ اڌ توهان جو.

## لطيفو ٧

هڪڙي ڏينهن بادشاه بيربل کي فرمايو ته هندن ۾ مسلمانن ۾ مسلمانن ۾ هندو لهي اچي ڏيکار. بيربل هڪ دم بازار ۾ وڃي بيهي رهيو ايتري ۾ هڪڙي ڳئون وڃي هڪڙي هڪان تان اَنُ کاڌو هندوءَ کي ان ڳالهه جي خبر پيئي سو ڏي لٺ ڪٺي خوب ڳئونءَ کي مار ڏنائين پر اتي هڪ مسلمان بيٺو هو تنهن کي دل ۾ ديا آئي ۽ انهيءَ هندوءَ کي گهٽ وڌ ڳالهائي ڳئونءَ کي ڇڏايو ۽ بيربل بنهي کي وٺي بادشاه وٽ رجوع ڪيو ۽ عرض ڪيائين ته هندن ۾ مسلمان هي آهي جو بي رحم ٿي ڳئونءَ کي مار ڏنائين ۽ مسلمانن ۾ هندو هي پيو شخص آهي جنهن کي دل ۾ ديا اچي

وٺيءِ ڳئونءَ کي ڇڏايائين.

## لطيفو ٨.

هڪڙي ڏينهن اڪبر بادشاهه جهنگ ۾ ڏٺو ته ڏوڏڻ زال کي رستي ۾ پٽ ڇائو آهي پر هن انهيءَ دم پنهنجي پٽ کي صاف ڪري ڪڇ ۾ ڪڻي رواني ٿي ويئي بادشاهه هي حال ڏسي ڏاڍو حيران ٿيو ۽ دل ۾ چيائين ته منهنجي بيگم مان ڪنهن کي ٻار ڄمندو آهي ته ڏاڍا ناز نخرا ڪنديون آهن مطلب ته انهيءَ ڏينهن کان وٺي بادشاهه پنهنجين راڻين وٽ وڃڻ بند ڪيو راڻيون گهڻو حيران ٿيون پوءِ سيني پاڻ ۾ صلاح ڪري بيربل کي گهرايو ۽ انهيءَ ڳالهه جي جاچ ورتي بيربل حقيقت معلوم ڪري راڻين کي صلاح ڏني ته باغ جي سيني مالهين کي حڪم ڏيو ته باغن کي پاڻي نه ڏين. راڻين انهيءَ صلاح جي پوري تعميل ڪئي ته شاهي باغ سڪي ويا هڪ دفعي اڪبر بادشاهه باغ ۾ ويو ته باغ سڪو پيو آهي ماليءَ کان باغ جي سڪڻ جو سبب پڇيائين ته جواب مليس ته راڻين سيني مالين کي معقوف ڪري ڇڏيو آهي. بادشاهه پنهنجي راڻين کان انهيءَ ڳالهه جو سبب پڇيو ته ڏهن هنن جواب ڏنو ته جهنگ ۾ پاڻيءَ کانسواءِ وڻ ڪيئن سا وا بيٺا آهن ته ڏهن انهيءَ اجائي خرچ ڪرڻ جو ڪهڙو ضرور آهي ته ڏهن بادشاهه

چيو ته باغ جا هي وڻ نازڪ آهن ته ڏهن راڻين چيو ته اسين به انهن گلن وانگي نازڪ آهيون.

هوءَ ڳالهه جاچ جهنگ ۾ تو هان ڏني هئي سا جهنگ جي هئي بادشاهه هي مثال ٻڌي گهڻو خوش ٿيو ۽ هميشه جي دستور موجب محلاتن ۾ اچڻ وڃڻ لڳو.

## لطيفو ٩

هڪڙي ڏينهن بادشاهه بيربل کي فرمايو ته نمڪ حرام نسلي: دعاگو اصلي حاضر ڪر بيربل انهيءَ ڏينهن بادشاهه جي ناٺيءَ کي جوائي موڪليو ته بادشاهه توکي ياد فرمايو آهي سياڻي مون سان گڏجي دربار ۾ هلڄ. صبح جو بادشاهه جو ناٺي ٺهي ٺڪي ڪپڙا لٽا ڪري بيربل جي جاءِ تي آيو بيربل هلندي وقت پنهنجي نوڪر کي حڪم ڏنو ته هي ڪتو جو ٻڌو وبيٺو آهي تنهن کي ٻڪٽي دربار ۾ هل بادشاهه بيربل کي ڏسي چيو ته ڪالهه وارو حڪم ياد اٿيئي ياڻه. بيربل ڦريائين بادشاهه جي ناٺيءَ کي رجوع ڪري عرض ڪيو ته هڪڙو هي آهي وري پڇيائين ته ٻيو ڪٿي آهي ته ڏهن بيربل پنهنجي ڪتي کي بادشاهه جي اڳيان جوڙي عرض ڪيو ته ٻيو هي آهي. بادشاهه ٻنهي جو ارٿ پڇيو بيربل عرض ڪيو ته هي ڪنو ساني تڪر کاڻ هميشه

دعاگو رهي ٿو ۽ پيار ڪري ٿو ۽ هي ناڻي جنهن کي هزار لک رپيا ڏجن ته به گاريون پيو ڏيندو تنهنڪري ڪتو دعاگو اصلي ۽ ناڻي نمڪ حرام نسلي آهي. بادشاهه اها ڳالهه ٻڌي صبر ۾ اچي ويو ۽ دل ۾ چيائين ته بيربل جيڪي چوي ٿو سو سڀ سچ ٿو چوي.

## لطيفو ١٠

هڪڙي سال دهليءَ ۾ مينهن ڪونه پيو تڏهن اڪبر بادشاهه نجومين کي گهرائي مينهن نه وسڻ جو سبب پڇيو نجومين عرض ڪيو ته بيربل ڪلي ته انهيءَ محل مينهن وسي. بادشاهه بيربل جي ڪلڻ واسطي گهڻا اُپاءَ ڪيا پر بيربل ڪان ڪل نه نڪتي تڏهن بادشاهه ناراض ٿي هن کي ڪڍي ڇڏيو پوءِ جاجوس پٺيان ڇڏيائينس ته ڏسوس ته ڪاڏي ٿو وڃي. بيربل سڄو ڏينهن هلندي پيشين جو هڪڙي ڳوٺ جا شهر جي ويجهو هئي تنهن ۾ وڃي وينو ايتري ۾ اوندهه ۾ جي سبب هڪڙو گڏهه وارو به اتي گڏهه ڳولڻ آيو ٿوري دير ڪان پوءِ هڪڙو ڌوٻي وارو اتي اچي ڌوٻين جي چادر رکي ويهي رهيو ٿوريءَ دير بعد هڪڙو انڌو ۽ انڌي به رات پوڻ سبب انهيءَ پل ۾ ويهي رهيا ٿوري دير بعد انڌي کي جو اچي ڪام ڪنيو سو پنهنجي ڪايا

پرسڻ ڪرڻ لڳي رهيو تڏهن زال چيس ته ڪوئي ڏسي ته ڪونه ٿو اندي وريندي ڏني ته هن وقت آءٌ ترت ڏسان ٿو ته ڪو به نه آهي انهيءَ تي گڏهه گوليندڙ چيس سائين جي نوڪي اونده ۾ ترجي ته خبر پوي ٿي ته ڏس ته منهنجو گڏهه ڪٿي آهي اها ڳالهه ٻڌي زال شرمائجي اندي کي چيائين ته اٿي ڪيڏ اڙي ڪيڏ. ٻيرڻ واري دل ۾ سمجهو ته شايد اونده ۾ منهنجا ڍيرا ٿا ڪيڏن. تڏهن ڍيرڻ واري چيس ته جي ڪيڏن ته پادرن سان ڪل ٻئي لاهي ڇڏيندو سان ۽ اها ڳالهه ڏسي ۽ ٻڌي بيربل کان ٺهڪ نڪري ويو ته انهيءَ دم مينهن وسڻ به شروع ٿيو.

بادشاهه بيربل کي گهرائي سڄو احوال پڇو. بيربل سڄو قصو عرض ڪيو ته بادشاهه کي به گهڻي کل آئي.

## لطيفو ۱۱

هڪڙي ڏينهن بيربل اڪبر بادشاهه کي چيو ته حضور جي شهر ۾ هڪڙو شخص اهڙو مشهور بخيل آهي جيڪو صبح جو ان جو منهن ڏسندو آهي تنهن کي ماني نه ملندي آهي. تڏهن بادشاهه حڪم ڏنو ته ان کي وٺي اچو ۽ سڄي رات منهنجي ڪوٺيءَ جي ٻاهران رکو ته صبح جو سندس منهن ڏسي انهيءَ ڳالهه جي چڪاس لهان. وزير حڪم

موجب انهيءَ طرح ڪيو. بادشاهه صبح جو انهيءَ بخيل جو منهن ڏٺو پوءِ دربار ۾ ويو اتفاقًا انهيءَ ڏينهن اهڙو ڪو ڪم بادشاهه کي اچي ٿيو جو ماني به ياد نه آيس ۽ نڪي کائڻ جي فرصت مليس ته ڏهن بادشاهه کي پڪ ٿي ته هي برابر نجس بخيل آهي ۽ حڪم ڪيائين ته هن کي وڃي ڦاسيءَ تي چاڙهيو ڇو ته هن جي بخيلي خلق خدا جي کي تڪليف ڏيندڙ آهي.

بيربل جڏهن هن جي موت جو حڪم ٻڌو ته ڏهن گهڻو ارمان ٿيس ۽ بادشاهه کي عرض ڪيائين ته هن جي منهن ڏسڻ ڪري ته حضور کي اڄ ماني نه ملي آهي پر توهان جي منهن ڏسڻ ڪان نه اڄ هن شخص تي ڦاسيءَ جو حڪم ٿيو آهي ته ڏهن انصاف ڪرڻ گهرجي ته توهان ٻنهي مان زياده بخيل ڪير آهي.

بادشاهه اها ڳالهه ٻڌي گهڻو خوش ٿيو ۽ انهيءَ بخيل کي معافي ڏنائين.

## لطيفو ١٢

هڪڙي ڏينهن ڪنهن هنڌ اڪبر بادشاهه ۽ بيربل گڏجي ويٺي ڪاروڪون ڪاڏيون. بادشاهه ڪاروڪون کائيندو پنهنجون ڪڪڙيون بيربل جي اڳيان اڇليندو ويو جڏهن

ڪانئي بس ڪيائون. تڏهن بيربل کي چيائين ته وزير ڏاڍو پيتوڙي آهين، ڇو ته تو وٽ ڏيگ ڪڪڙين جو لڳو پيو آهي. بيربل عرض ڪيو ته سائين وڏا پيتوڙي اهي آهن جن ڪارڪون نه ڪاڍيون پر ڪڪڙيون به نه ڇڏيائون. بادشاهه انهيءَ ورنديءَ تي ڏاڍو ٽهڪو ڏنو.

# لطيفو ۱۳

هڪڙي ڏينهن اڪبر بادشاهه بيربل کي چيو ته اهڙي ڪا جاءِ آهي جتي انسان وڃي ته بيوقوف ٿي پوي. بيربل عرض ڪيو ته جمناندي جي هن پر اهڙو هڪڙو شهر آهي جتي سڀ بيوقوف رهندا آهن. بادشاهه چيو ته اتي اچ وڃان ته بيوقوف ته ٿيندس. بيربل عرض ڪيو ته جهڙيءَ طرح آءٌ چوان جي ان موجب ڪندا ته پوءِ پڌو نه آهي. بادشاهه فرمايو ته چڱو مطلب ته بيربل اڪبر بادشاهه کان اڳيان ڳوٺ ۾ ويو ۽ اتي جي زميندارن کي گڏ ڪري چيائين ته بادشاهه تو هان وٽ ايندو تو هين کو تعريف نامون بادشاهه جي حق ۾ نه چئجو. انهن چيو ته چڱو. پوءِ بيربل چين ته پهريائين مون کي به ته چئي ٻڌايو. تڏهن جنهن بڙجي وڻ هيٺ ويٺا هوا تنهن جي تعريف ۾ هڪڙي زميندار چيو ته (کهڙو چڱو هي بڙ) ته ٻي چيو ته (آڪاس هن جي چوٽي ۽ پاتال سندس جڙ)

(يعني پاڙ) ته ڏهن تئين چيو ته (ساوا ساوا پتا ۽ لعل لعل ڦر) ته چوڻون زميندار جو تمام مورک هو تنهن کي بيربل چيو ته چوڻون مصرع آءُ تو کي سيکاريندس. تڏهن اهو زميندار نهايت خوش ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته هاڻي سيکاريو بيربل چيس (ته همايون جو پٽ اڪبر گيدي خر) مطلب ته اهي چار سٽون انهن کي ب زباني ياد ڪرائي چيائين ته جڏهن بادشاه تو هان وٽ اچي تڏهن بصرن جي گنڊ ن جي پري پڏي ڪٽي نذر اچجو چوته بادشاه جي بورچي خانه ۾ ڪم ايندا آهن. زميندار اهڙن صلاحن کان نهايت خوش ٿيا ۽ بيربل انهن کان موڪلائي وري دهليءَ منجهه آيو چئن پنجن ڏينهن کانپوءِ بادشاه بيربل کي چيو ته اُهو ڳوٺ ڏيکارجي ماڻهو بيوقوف ٻڌجي وبندو آهي. بيربل چيو ته سائين هلو پر بهر پائين پنهنجي ٽوپي هٿ ۾ جهلي گهوڙي کي اهڙيءَ طرح هلايو جو هوا نه لڳي ۽ اتي هلجو جتي ٻڙجو وڻ آهي مطلب ته بادشاه انهيءَ طرح ڪيو ۽ بيربل ٻئي رستي کان بادشاه جو اڳ جهلي وجي اتي پهتو ۽ بادشاه انهيءَ رستي کان آيو جو نه ڪنهن بادشاه کي ڏٺو ۽ نه بادشاه ڪنهن شخص کي ڏٺو.

جنهن وقت بادشاه پهتوان وقت بيربل نوڙي سلام ڪيو. بادشاه پنهنجي نالي پڇيو ته آءُ بيوقوف ته نه ٿيس. بيربل چيس ته انهيءَ کان زياده بيوچيا بيوقوف ٿيندو

جو مٿي اَکهاڙا مٽي وسائيندا هليا آيا آهيو جو نه توهان کنهن کي ڏنو آهي ۽ نه ڪنهن توهان کي ڏٺو آهي بادشاهه گهڻو شرمندو ٿيو ۽ هڪ گهڙي ٻي ويهي رهيو. بيربل عرض ڪيو ته زميندار ماڻهو قدم پوشيءَ لاءِ آيا آهن ۽ اهي ٻصرن جا گندا اچادر ۾ وجهي کڻي آيا هوا سي اچي نذر رکيائون بادشاهه خيال ڪيو ته هي ماڻهو لڏون کڻي آيا آهن ڪجهه اسان کائيندا سون ۽ ڪجهه ورهائيندا سون جڏهن زميندار هٿ ادب جا ٻڌي بيٺا ته ڏهن بيربل چيو ته بادشاهه جي حق ۾ ڪجهه تعريف بيان ڪريو تڏهن هڪڙي چيو ته (ڪهڙو چڱو هي ٻڙ) ٻي چيو (آڪاس هن جي چوٽي پاتال سندس جڙ (يعني پاڙ) ٽئين چيو ته (ساوا ساوا پنا لعل لعل ڦر) چوٿين چيو ته (همايون جو پٽ اڪبر گيدي خر) پهرياڻين نه بادشاهه خوش ٿيندو رهيو پر جڏهن چوٿين زميندار چيو ته ( همايون جو پٽ اڪبر گيدي خر) تڏهن بادشاهه ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ حڪم ڪيائين ته هنن کي ماريو بيربل بصرن جا گند اکٽي انهن کي ٻچائي ڇڏيو. زميندار ايئن چوندا ويا يڪا ته چڱو ٿيو چڱو ٿيو.

بادشاهه پڇيو ته هي ڇا آهي بيربل چيو ته مون پهريائين عرض ڪيو هو ته هي ڳوٺ بيوقوفن جو آهي ۽ بادشاهه شرمندو ٿي موٽي آيو.

# لطيفو ١٤

هڪڙي ڏينهن اڪبر بادشاهه درياءَ جي ڪناري تي مڇيءَ جو شڪار ڪيو ته ڪنهن شخص بادشاهه کي ماکي آڻي ڏني بادشاهه انهيءَ کي بيٺي چٽيو ته بيربل بادشاهه وٽان ٿي پاهر تي ويو ته رستي ۾ ڪجهه معزز مسلمان مليس جي بادشاهه جي سلام تي ٿي ويا بيربل کان پڇيائين ته بادشاهه سلامت ڇا ٿو ڪري؟ بيربل چيو ته درياءَ جي ڪناري تي جڪ ٿو ماري. اهي مسلمان اها ڳالهه ٻڌي ڏاڍو ناراض ٿيا ۽ دل ۾ نهايت پشيمان ٿي ڪري انهيءَ ڏک ۾ بادشاهه جي روبرو وڃي حاضر ٿيا. بادشاهه پڇيو ته توهين اڄ اداس ڇو ٿا ڏسجو. انهن چيو ته ادب جي جاءِ آهي، ڪجهه چئي نه ٿا سگهون. بادشاهه چيو ته ڪجهه ٻڌو ته سهين ڇا سبب آهي. انهن چيو بيربل کان رستي ۾ پڇوسون ته بادشاهه هاڻي ڇا ٿو ڪري ته ڏسن هن اهڙو نامعقول جواب ڏنو ته "بادشاهه درياءَ جي ڪناري تي جڪ ٿو ماري" بادشاهه چيو ته درحقيقت ان ڪوڪوڙ نه ڳالهايو آهي پر سچ چيو اٿس ته مان مڇيءَ جو شڪار ٿي ڪيو ۽ شاستريءَ ۾ مڇيءَ کي جڪ چوندا آهن ۽ هيءَ ماکي جا آهي سو مکين جو گونهه آهي سو مان بيٺي چٽيو ان ڪري توهان ڇا ڪاڻ ناراض ٿيا آهيو ڪجهه رنجيدگيءَ جي ڳالهه نه آهي. اها ڳالهه

پڄي سڀ مسلمان شرمندا ٿيا۽ صبر ڪري ويهي رهيا ڇيائين هؤ نصيب.

## لطيفو ١٥

هڪڙي ڏينهن سيني اميرن گڏجي اڪبر بادشاھ کي عرض ڪيو ته جهان پناھ جو ڪم بيربل ٿو ڪري سو اسان نه ڪري سگهنداسون ڇا؟ بادشاھ فرمايو ته توهان کان نه ٿي سگهندو. انهن چيو حضور جن آزمائي ڏسن ته ٿئي ٿو يا نه بادشاھ انهن جي خواهش موجب بيربل کي حڪم ڏنو ته هڪ هفته تائين گهر کان هيڏي نه اچج.

ٻي ڏينهن کان وني انهن کان ڪم وزارت جو وٺڻ شروع ڪيائين جڏهن ٻه چار ڏينهن گذريا تڏهن انهن کي چيائين ته سواگز ڊگهي ۽ سواگز ويڪري هڪڙي سوڙ تيار ڪرايو انهن انهيءَ ڏينهن ۾ تيار ڪرائي حاضر ڪئي بادشاھ پلنگ تي ڊگهو ٿي سميو ۽ انهن کي چيائين ته اها سوڙ منهنجي مٿان اهڙيءَ طرح وجهو جيئن منهنجو ڪو به انگ باهر نه ڏسجي انهن سواگز جي سوڙ کي بادشاھ جي مٿان وڌو پر جي منهن ڏي ڇڪين نه پير پيا ڏسجن ۽ جي پيرن ڏي ڇڪين ته منهن پيو ڏيکارجي تڏهن هو ڏاڍا حيران ٿيا نه هيءَ سوڙ ڪيئن پوري ٿيندي تڏهن بادشاھ چيو ته جيڪڏهن بيربل هجي ها ته اها سوڙ پوري ڪري ڇڏي ها. انهن ماٺ ـــــ

بيربل جي گهرائڻ جو عرض ڪيو باد شاهه جي حڪم موجب بيربل حاضر ٿيو. باد شاهه ان کي چيو ته هي سوڙ منهنجي بت تي پوري ڪر. بيربل هڪدم بادشاهه جون پيئي ٽنگون ورائي سوڙ هيٺون ڪيون ته سوڙ پوري ٿي پيئي. بادشاهه چيو ته هي ڪهڙي ٿو گستاخي ڪرين. بيربل عرض ڪيو ته جيتري سوڙ هجي اوترا پير ڊگها ڪجن اها ڳالهه ڏسي ۽ پڌي سڀ حيران ٿي ويا ۽ بادشاهه به شرمندو ٿيو.

## لطيفو ١٦

هڪڙي دفعي ڪي سوداگر اڪبر بادشاهه وٽ ڪي چڱا چڱا گهوڙا وٺي آيا بادشاهه اهي گهوڙا پسند ڪري خريد ڪيا ۽ بين گهوڙن جي اڻڻ لاءِ سوداگرن کي هڪ لک روپيه اڳواٽ به ڏياريائين.

هڪڙي ڏينهن اڪبر بادشاهه بيربل کي حڪم ڏنو ته اسان جي ملڪ ۾ ڪيترا بيوقوف آهن انهن جي ياداشت تيار ڪر. بيربل ياداشت تيار ڪري منهنجي ۾ بادشاهه جو نالو داخل ڪيو. جڏهن بادشاهه پنهنجو نالو ڏٺو تڏهن بيربل کان ان جو سبب پڇيو. بيربل عرض ڪيو ته جن سوداگرن جو ڪو پتو نه آهي نه هو ڪٿي ٿا رهن تن کي بادشاهه اڳواٽ لک روپيه ڪجي ڏنا. اها بيوقوفي نه آهي ته پيو ڇا آهي. جيڪڏهن

سوداگرن گهوڙا آندا ته اوهان جو نالو بيوقوفن جي لسٽ مان ڪڍي انهن جو وجهندس.

## لطيفو ١٧

هڪڙي ڏينهن اڪبر بادشاهه ۽ بيربل ٻئي ڪنهن باغ ۾ سير ڪرڻ ويا اتفاق سان انهيءَ باغ ۾ ڪو شخص انگور چوراڻ آيو هو بيربل ان کي ڏسي ڏاڍيان سڏ ڪري چيو اڙي ڇا ٿو ڪرين هن جواب ڏنو ته حاجت ضروري لاءِ ويٺو آهيان. بيربل کي غصو لڳو سو پڇيائينس ته ٿورو ڪٿي آهي تڏهن ان شخص جلديءَ مان ڇيٽو ڪڍي بيربل کي ڏيکاريو. بيربل چيو اي ڍڳا هي ته ڇيٽو آهي ان جواب ڏنو ته توهان جو ڏاڍيان دانهن ڪئي سو مان ڊڄي ڪري ماٺهن وانگر ٿورو ڪري نه سگهيس ۽ ڊورن وانگر منهنجو ٿورو منتجي ڇيٽو ٿي ويو بيربل کي نهايت کل آئي بادشاهه به ڪلي ڪلي بيزار ٿي پيو.

## لطيفو ١٨

هڪڙي ڏينهن بيربل جي ڏيءُ وهنجڻ واسطي حمام ۾ ويئي جڏهن ڪپڙا لاهي حوض ۾ گهري تڏهن اڪبر

بادشاھ سندس ڪپڙا ڪٺي ڪنھن ڪنڊ ۾ لڪي ويھي رھيو ڇوڪري جو پنھنجا ڪپڙا ڏنا سو حيران پريشان ٿي ۽ پنھنجن پنھي ٿڻن کي ٻئي ھٿ ڏئي حوض کان ٻاھر نڪتي بادشاھ ڪنڊ کان ظاھر ٿي ڇيو ھي ڇا؟ ھن جواب ڏنو تہ جھان پناھ ٻيا سڀئي عضوات حضور منھنجا ڏنا آھن جو مان ننڍي ھوندي ڏين وانگر بادشاھ جي ھنج ۾ راند ڪندي ھيم ۽ ھي ٻئي نوان گل جو بادشاھ اڄ تائين نہ ڏٺا ھوا ان ڪري اھي ٻئي ھٿن سان ڍڪيا اٿم بادشاھ لاجواب ٿي نھايت خوش ٿيو ۽ ان کي گھڻو انعام ڏيارايائين.

## لطيفو ١٩

ھڪڙي ناظر اڪبر بادشاھ وٽ بيربل وزير جي گلا ڪئي بادشاھ فرمايو تہ بيربل حاضر جواب چڱا تو ڏئي تنھن ڪري ھو مون کي گھڻو ٿو وڻي ناظر چيو تہ ھن تن سوالن جو جواب ڪڏھن ڪين ڏيندو.

ھڪڙو ھي تہ ڌرتي جو وچ ڪھڙي ھنڌ آھي ٻيو ھي تہ آسمان ۾ ڪيترا تارا آھن. ٽيون ھي تہ جھان ۾ مڙس ڪيترا آھن ۽ زالون ڪيتريون آھن بادشاھ بيربل کي سڏايو ۽ اھي ٽئي ڳالھيون پڇيائينس بيربل انھيءَ ھنڌ ھڪڙي ڪلي ڪھرائي زمين ۾ ڪوڙي چوٽ لڳو ھي آھي زمين جو وچ

جي پٽ نہ اچيو تہ ماپ ڪري ڏسو، پوءِ هڪ ريڍ گهرائي چوڻ لڳو جيترا هن ۾ وار آهن اوترا آسمان ۾ تارا آهن جي ڪنهن کي شڪ هجي تہ ڳڻي وٺي. ٻيو چيائين تہ ناظر نہ مڙس آهن نہ زالون تنهن سبب انهن جي ڪري حساب ۾ رولو پيو آهي جيڪڏهن انهن کي ماري ڇڏيو تہ پوءِ مڙس ۽ زالون حساب ۾ برابر ايندا. بادشاهہ خوش ٿي بيربل کي انعام ڏنو ۽ پنهنجي ناظر کي ڇينيو.

## لطيفو ٢٠

اڪبر بادشاهہ شهزادي سوڍو ميهن وسندي شڪار تي ويو هو جڏهن ميهن بس ٿيو تڏهن پنهي پنهنجا باراني چوغا ڪڍي بيربل جي ڪند تي رکيا پوءِ بادشاهہ مرڪي چيس تہ هاڻي جڻ هڪڙي گڏهہ جو بار تو تي آهي. بيربل چيو تہ سائين هڪڙي جو نہ آهي پر ٻن گڏهن جو بار آهي. تڏهن بادشاهہ لڄي ٿيو.

## لطيفو ٢١

اڪبر بادشاهہ بيربل کان پڇو تہ جنهن منهنجي ڏاڙهي کان ورتو تنهنکي ڪهڙي سزا ڏيان هن چيو تہ انهيءَ کي

مٿائي ڏينهن گهرجي. في الحقيقت ته بادشاهه جي پوٽي راند ڪندي سندس ڏاڙهيءَ کي هٿ لاٿو هو.

## لطيفو ٢٢

هڪڙي ڏينهن بيربل ۽ ملا دوپيازه جي وچ ۾ هي گفتگو هلي ته اسان ٻنهي مان ڪو اهڙو هجي جو بادشاهه جي ڏيءَ کان ڪنهن به طرح چمي وٺي. بيربل چيو ته جيڪڏهن آءٌ وٺان ته ڇا ڏيندين ملان چيو ته پنج سؤ روپيه - بيربل قبول ڪيو. ملان چيو ته جيڪڏهن چمي نه وٺندين ته پنج سؤ رپيه ڏيڻا پوندئي.

اهو شرط ٻنهي قبول ڪيو. بيربل هڪڙي ڏينهن بادشاهه جي هڪڙي ٻانهيءَ کي چيو ته جڏهن بادشاهه جي ڌيءُ سمهي تڏهن تون ان جي ڳل تي هڪڙي سوئي چڀائي هڪدم هل ۽ شور ڪج ته ڊوڙو ڊوڙو شهزاديءَ کي وڇونءَ چڪ پاتو آهي ۽ اجهو پيو وڃي ته آءٌ توکي سؤ روپيه انعام ڏيندس. ٻانهيءَ جواب ڏنو ازين ڇه بهتر، انڌو گهري هڪ اک ۽ الله ڏي ٻه. نيٺ ٻانهيءَ انهيءَ ريت ڪيو يعني بادشاهه دربار عام ۾ ويٺو هو ته هڪدم اندر محلات ۾ هل ٿيو ته وڇونءَ شهزاديءَ کي ڏنگ هنيو آهي اجهو پيو وڃي تڏهن بادشاهه چيو ته

کو وڃون ٿا جي جهاڙ وجهندڙ آهي؟ تڏهن بيربل چيو ته فدوي حاضر آهي ۽ بادشاهه جي حڪم سان يڪدم اندر محلات ۾ ويو ۽ خوب مزي سان شهزادي جي ڳل کي چوسيائين. اهو حال ڏسي ملان جو عقل چرخ تي ويو جڏهن ٻاهر آيو تڏهن ملان کان پنج سؤ روپيه شرط جا ورتائين پر ملان چتايس ته ڪنهن وقت پيٽا ڪري وٺندو سان ٿيا.

## لطيفو ٢٣

هڪڙي ڏينهن اڪبر بادشاهه بيربل کي چيو ته مسلمان کي هندو ڪري ڏيکار بيربل هڪ هفتي جي موڪل گهري، بادشاهه موڪل ڏنس، ڇهن ڏينهن کان پوءِ ستين ڏينهن بيربل هڪ گڏه کي وٺي درياءَ تي نئين صابڻ سان مهٽڻ ۽ وهنجارڻ لڳو، بادشاهه به اتان اچي لنگهيو ۽ پڇيائينس ته هي ڇا ٿو ڪرين عرض ڪيائين ته بادشاهه سلامت هن گڏه کي هن مطلب ڪري ٿو وهنجاريان ۽ صاف ڪريان ته گهوڙو ٿي پوي، تڏهن بادشاهه چيس بيوقوف ڪڏهن گڏه به گهوڙا ٿيا آهن، تڏهن بيربل عرض ڪيو ته جهان پناهه وري مسلمان هندو ڪيئن ٿيندو، بادشاهه لاجواب ٿي ماٺ ڪري هليو ويو.

# لطيفو ٢٤

هڪڙي ڏينهن اڪبر بادشاهه کي دربار جي اميرن عرض ڪيو ته جيڪو ڪم يا مقدمو سرڪار جي پيش ٿئي ٿو، سو بيربل کان سواءِ ٻئي کي فيصلي لاءِ نه ٿو ملي. جيتوڻيڪ حضور جن وٽ هڪ ٻئي کان زياده دانا ماڻهو آهن.
تڏهن بادشاهه ڏاهپ جي آزمودي وٺڻ لاءِ سيني کي فرمايو ته اهڙو ڪو ڏاهو آهي جو ٻناسپتي جو ٻج پيدا ڪري، تڏهن سڀ امير انهي ٻج جي ڳولا ۾ لڳي پيا مگر ڪٿان به پتو نه مليو، نيٺ بيربل کي حڪم ٿيو ۽ بيربل ٻن ٽن ڏينهن جي مهلت گهري، سڀ ماڻهو حيران ٿيا ته ٻن ٽن ڏينهن اندر هي ٻج ڪٿان پيدا ڪندو نيٺ ٽئين ڏينهن بادشاهه بيربل کي گهرايو ۽ ٻناسپتي جو ٻج گهريو. بيربل لوڻ جو پاٽي جو پڙي عرض ڪيو ته هي پاٽي ٻناسپتي جو ٻج آهي.
بادشاهه چيو ته سچ پاٽي کانسواءِ ڪا به شيءِ نٿي ٿئي.
سيني ماڻهن کي عجب لڳو ۽ آفرين چيائونس، بيربل بيربل کي بادشاهه به آفرين چئي.

---

## لطيفو ٢٥

هڪڙي ڏينهن عام دربار ۾ بادشاهه فرمايو ته سيني پٽن ۾ سڀ کان وڏو پٽ ڪهڙو آهي؟ ته ڪن ڪيوڙي جو چيو ۽ ڪن ٻين پٽن جو نالو ورتو. جڏهن بيربل جو وارو آيو ته ڏهن عرض ڪيو ته سيني پٽن ۾ پان جو وڏو پٽو آهي جيڪو بادشاهه جي وات تائين پهچي ٿو. بادشاهه انهي جواب تي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ انعام ڏنائينس.

## لطيفو ٢٦

هڪڙي ڏينهن بادشاهه مجلس جي سيني ماڻهن کان پڇيو ته گلن ۾ گل ڪهڙو بهتر آهي، انهن مان ڪنهن ڪهڙو گل چيو ڪنهن ڪهڙو چيو. جڏهن بادشاهه بيربل کان پڇيو ته ڏهن جواب ڏنائين ته گلن ۾ گل اهو چڱو آهي جنهن سان سڀ جهان ٿو ڍڪجي. يعني جنهن مان ڪپڙا ٿا ٺهن. بادشاهه گهڻو خوش ٿيو ۽ انعام ڏنس.



## لطيفو ٢٧

هڪڙي ڏينهن بادشاهه بيربل کي فرمايو ته ندين ۾ پاڻي ڪهڙي ندي جو چڱو آهي. بيربل چيو ته جمنا ندي جو، بادشاهه چيو ته توهان جي مذهب ۾ گنگا ندي جو پاڻي پاڪ پوتر آهي تنهن تي بيربل چيو ته گنگا ندي جو پاڻي نه آهي بلڪ امرت آهي.

## لطيفو ٢٨

هڪ ڏينهن بيربل شاهي در تي آيو ۽ پاڻ پاڻ ته اندر وڃان پر چوڪيدارن اندر وڃڻ کان منع ڪئي. تڏهن بيربل لاچار انهن کي چيو ته موڪل ڏيو ته جيڪو انعام ملندو تنهن مان اڌ اوهان کي ڏيندس، چوڪيدارن انعام جي لالچ ۾ اجازت ڏني ۽ هن اندر وڃي بادشاهه کي ڳالهين ۾ ڏاڍو خوش ڪيو. بادشاهه چيس ته اڄ ڇا انعام گهرجئي، بيربل چيو ته اڄ (٥٠٠) موچڙا انعام ملن، بادشاهه حڪم ڪيو ته جيئن بيربل چوي تيئن ڪريو. نوڪر انهي دم جو تو ڪڍي بيربل جي مٿان اچي بيٺو. بيربل چيو ته هن انعام ۾ ٻئي جو به اڌ آهي پوءِ انهي نوڪر کي وٺي چوڪيدارن وٽ آيو

۽ چيائين ته (٢٥٠) موچڙا هن کي هڻ ۽ باقي اڌ رک ته ڪنهن مشڪلات وقت ڪم ايندا بادشاهه سچي حقيقت ٻڌي خوش ٿيو، آئينده بيربل کي اندر وڃڻ کان ڪنهن به روڪ ٽوڪ نه ڪئي.

## لطيفو ٢٩

هڪڙي ڏينهن بادشاهه بيربل کي چيو ته ڏٺي جوکير پيدا ڪر. بيربل رخصت وٺي گهر آيو ۽ موڳن وانگي اچي ويهي رهيو. ته سندس زال جا ٻه ڏاهي هئي تنهن چيس ته ڪهڙي فڪر ۾ ويٺا آهيو. جواب ڏنس ته بادشاهه ڏٺي جوکير گهريو آهي. آئون اهو ڪم پاڻهي پورو ڪري ٿي اچان. ائين چئي هار سينگار ڪري، ۽ ميرا ڪپڙا ڪٽي بادشاهي محلات جي هيٺيان واهي ٿي ۽ حيي ڪپڙا ڌوئڻ ويٺي. بادشاهه مٿان محلات مان ڏسي چيس ته اي نيڪ بخت عورت تون ته شان واري ٿي ڏسجين ۽ ڪپڙا ڪيئن ڌوئڻ آئي آهين. ڪا ٻانهي تو وٽ نه آهي، جو توکي ڪپڙا ڌوئي ڏي، هن جواب ڏنو ته سائين ٻانهي مون وٽ نه آهي. ۽ مان جو هن وقت هي ڪپڙا صاف ڪرڻ آئي آهيان. سو هن ڪري جو منهنجي مڙس پٽ ڄڻيو آهي. بادشاهه چيس ته اي عورت ڪڏهن مڙس به پٽ

ڏنا آهن. تڏهن هن چيو ته سائين جي ڏڳا ليرڏيندا آهن ته مٽرس پٽ چونہ جڻيندا. بادشاه انهيءَ دم سمجهي ويو ته هي بيربل جي عورت آهي ۽ حڪم ڪيائين ته هن کي پالڪيءَ ۾ ويهاري گهر ڇڏي اچوس.

## لطيفو ٣٠

هڪڙي ڏينهن اڪبر بادشاه بيربل سان گڏ سوار ٿي گشت ڪرڻ ٿي ويا بيربل جي ماءُ جو نالو ڪالي هو، بادشاه جي ماءُ جو نالو نعمت هو. اتفاق سان وات ۾ ڪاري ڪتي ۽ ڪتو پاڻ ۾ گبنديل بيٺا هئا. تڏهن بادشاه بيربل کي چيو ته ڏس هو ڪالي ڇا ٿي ڪرائي. بيربل جواب ڏنو ته سائين توهان جي لاءِ ڪاري آهي پرهن ڪتي لاءِ سا نعمت آهي بادشاه اهو جواب ٻڌي ڦڪو ٿيو ۽ ڪنڌ ڪٽي هيٺ ڪيائين.

## لطيفو ٣١

هڪڙي ڏينهن بادشاه بيربل کي فرمايو ته جهـ ۾ انڌا گهڻا آهن يا سڄا؟ بيربل چيو ته سائين انڌا گهڻا هن. بادشاه چيو ته اهو ڪيئن؟ تڏهن بيربل عرض

ڪيو ته منشين کي حڪم مليو ته هو مون سان گڏ هلي گڏن ،
نيٺ بادشاهه جي حڪم سان بيربل منشين کي پاڻ سان وٺي
۽ تورِي مُچ پنهنجي هٿ ۾ ڪٽي وچ بازار ۾ وڃي وڃڻ لڳو.
جيڪو ماڻهو انهي رستي کان لنگهيو ٿي تنهن بيربل کي
هٿ ۾ مچ ڏسي پڇيو ٿي ته بيربل ڇا ٿو ڪرين ؟ تڏهن
بيربل منشين کي چيو ٿي ته هن کي اندڻ ۾ لِڪ. ۽ جنهن
ڪيس مُچ وٺيندو ڏسي پڇيو ٿي ته بيربل چيو اڄ پنهنجو
هٿن سان نورڙي ٿو وٺين. تن لاءِ منشين کي چيائين
ٿي ته هن کي سڄن ۾ لِڪ. نيٺ سڀني ڏينهن ۾ جيترا اِنڌ
۽ سڄا منشين لکيا هئا سي بادشاهه کي ڏيکاريائين.
بادشاهه ڏسي چيو ته سڄ پچ انڌا گهڻا آهن. چيو ت
ڏسن به ٿا ته بيربل ڇا ٿو ڪري، تڏهن به پڇيائون ٿي
بيربل ڇا ٿو ڪرين؟

## لطيفو ۳۲

هڪڙي ڏينهن اڪبر بادشاهه بيربل کي حڪم ڏ
ته چار ماڻهو هيٺين وصفن وارا پيدا ڪر. (۱) ڏيڻ ساشا
ڪندڙ. (۲) پيٽ سان شادي ڪندڙ (۳) زال سان شاد
ڪندڙ. (۴) ماءُ سان شادي ڪندڙ. بيربل رخصت وٺ
انهي ڪم جي ڳولا لاءِ شهر ڏانهن هليو. ڏانهن ته هڏ

شخص پرڻيو ٿو وڃي، پڇا ڳاڇا بعد معلوم ٿيس ته گهوٽ
جي عمر سٺ ورهيه ۽ ڪنوار جي عمر ١٥ ورهيه آهي،
تنهن هن چاتو ته ڏيءُ سان شادي ڪندڙ آهي. جيوته
پوڙهو مڙس ڏيءُ جيڏي زال پرڻيو آهي. اڃان اڳتي هليو
ته هڪ ٻيو شخص پرڻيو پيو وڃي، پڇا ڪان پوءِ معلوم
ٿيس ته گهوٽ ١٩ ورهيه ۽ ڪنوار ٽيهن ورهن جي آهي.
تنهن دل ۾ چيائين ته ماءُ سان شادي ڪندڙ اهو آهي
جو ماءُ جيڏي زال پرڻيو آهي. بيربل ٻنهي کي دلاسو
ڏيئي چيو ته بادشاهه اوهان کي ڪوٺايو آهي. جڏهن
دربار ۾ حاضر ٿيا تڏهن بيربل احوال عرض ڪري چيو ته
هي ٻه شخص آهن، ٽيون شخص پيءُ سان شادي ڪندڙ
حضور آهي جو چاچي جي ڌي سان شادي ڪري وينو آهي،
جا در حقيقت پيءُ آهي. زال سان شادي ڪندڙ آءُ آهيان،
جو ڌاري ذات مان پرڻيو آهيان. بادشاهه انهي جواب
تي گهڻو خوش ٿيو پر خوشي جو اظهار ظاهر ڪري نه
سگهيو ڇو ته انهي ڳالهه ۾ سندس جو ٻه لاڳو هو.

## لطيفو ٣٣

هڪڙي ڏينهن بادشاهه بيربل کان سوال جو جواب
پڇيو بيربل جيڪو جواب ڏنو سو اڳي بادشاهه جي دل ۾ هو،

بادشاهه چيو ته منهنجي دل ۾ به اهو جواب هو، تڏهن بيربل چيو ته مي به اها ڳالهه ٿي سؤ سياڻا هڪ مت تنهن تي بادشاهه چيو ته مثال به ته مشهور آهي ته سر سر عقل گهر گهر تڏهن بيربل چيو ته جي اعتبار نه اچي ته آزمائي ڏسو بادشاهه چيو ته چڱو تڏهن بيربل شهر مان سوين عقلمند گهرايا. تن کي بادشاهه جي روبرو حڪم ڏنائين ته فلاڻي حوض ۾ رات جو بارهين بجي ڪان پوءِ هر هڪ پنهنجي روءِ سوءِ سان وڃي هڪ هڪ دلو کير جو وجهي گهر هليو وڃي ائين چئي انهن کي رخصت ڏنائين پر انهن مان هر هڪ خيال ڪيو ته جي نوانوي جڻا کير وجهندا اتي هڪ دلي پاڻي جي ڪهڙي خبر پوندي. پوءِ سيني اهڙو خيال پنهنجي دل ۾ پچائي پاڻي جا گهڙا پيري اڌ رات ڪان پوءِ انهي حوض ۾ وجهي ويا، صبح جو اهو حوض بيربل بادشاهه کي ڏيکاريو. چيو ته ڪنهن جي ڳالهه سچي آهي بادشاهه سيني کي گهرائي سبب پڇيو ته توهان ڇالاءِ منهنجو حڪم نه مڃيو. تڏهن انهن مان هڪ هٿ ادب جا بڌي عرض ڪيو ته قبلا جتي نوانوي دلا کير جا پوندا اتي هڪ دلو پاڻي جو معلوم نه ٿي سگهندو تڏهن سيني ائين قبول ڪيو. پوءِ بادشاهه به قبول ڪيو ته سوين سياڻا هڪڙي مت اها ڳالهه سچي آهي

## ✓ ختم شد ✓

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ذريعي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيـڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهنـدڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهـي تہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حـالت ۾ پَـنَ پاڻ هِـڪَـٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڑهن جو پڑهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڑهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڑهڻ، پڑهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پَن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)